# TAHA SMART SCHOOL K.N SHAH

# سنڌي

سٽين درجي لاءِ

بهترين معلومات پنهنجي اسڪول پڙهندڙ پيارن سان
ضرور شيئر ڪندا ۽ منهنجي فيس بڪ جي پيج
پرويز جمال ڪلادي ڪي فالو ڪيو هن پيج جو
مقصد بهترين تعليم ۽ ناليج حاصل ڪرڻ آهي
مهرباني.

0301-3276622 0314-3274584

## سبق پهريون حمد

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| الاهي | رب ڌڻي | پيچرا | رستا |
| ڏجنين | تون ڏجان | نمي | نوڙت |
| ڪــون | ڪٽ. مير | نوبهاري | خوشي |
| قلب | دل | گهاري | گذاري |
| ترتئون | جلدي | سونهن | خوبصورت |

<u>هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو</u>

1: ڪــون : ڪٽ مير
جملو: اسان کي پنهنجي دل جون ڪــون ڪڍڻ کهرجن.

2: نوبهاري : خوشي
جملو: ڏکن کانپوءِ نوبهاري ايندي آهي.

3: ترتئون: جلدي
جملو: علي کي ترتئون اسڪول وڃڻ کهرجي.

4: ڏوجهرا: ڏک
جملو: هر انسان جي زندگي ۾ ڏک ڏوجهرا رهندا آهن.

<u>بيتن جون سمجهاڻيون لکو.</u>

1: الاهي! ڪرم ڪر اسان تي قراري.
آهيون اصل کان سڀ ڏکيا ۽ ڏوماري.
سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته اي الله ! اسان جي حال تي رحم ڪر. اسان شروع کان ئي ڏکيا ۽ ڏوماري آهيون.

2: ڏجنين دين ايمان پنهنجي ڪرم سان.
ڪــون قلب مان ڪوري ڪڍ جيئن ڪفاري.
سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته الاهي تون اسان کي پنهنجي رحم سان دين ايمان ڏي ۽ اسان جي دل کي گناهن کان پاڪ ۽ صاف رک.

3: ڏکن ڏوجهرن جي خزان ڪئي خرابي.
ڀلا آڻ ڪا سک سندن نوبهاري.
سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته ڏکن ڏوجهرن اسان کي تمام گهڻو پريشان ڪيو آهي اسان کي ڪو سک جو وقت ڏيکار.

4: نڪو خير جو ڪم ڪيوسين خدايا!
گناهن ۾ گهاري عمر سڀ گذاري.
سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اسان ڪوبه ڪم خير جو ڪونه ڪيوسين سڄي عمر گناهن ۾ گذاري آهي.

5: چڱائي جو رستو ٻڌائج اسان کي.
ڪريون شال توبهه جي ترتئون تياري.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اسان کي چڱائي جو رستو ٻڌائي ته جيئن اسان جلدي توبهه جي تياري ڪري سگهون.

6: آهيون غير واقف نڪو سونهن ساٿي.
اڳيان پيچرا پيا مٿان رات ڪاري.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اسان اڻ واقف آهيون ڪوبه اڳواڻ ڪونهي اڳيان ڏکيو رستو آهي اڳيان ڪاري رات آهي.

7: عبادت سندو شوق ڏي تون اسان کي.
سنوارج سيکارج هنر سڀ هزاري.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اي پالڻهار! اسان کي بندگي ۽ عبادت جو شوق ۽ سڀ هنر سيکار.

8: نِمي تون اڳيان چئي "قليچ" اي خدا وند!
ڪريون دل سان توبهه ۽ هر وقت زاري.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر مرزا قليچ بيگ چوي ٿو ته اي پالڻهار! مان تون اڳيان جهڪي عرض ڪريان ٿو ۽ دل سان توبهه ۽ زاري ڪريان ٿو.

هيٺين لفظن جا ضد لکو

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| ڏکيا | سکيا | خزان | بهار |
| چڱائي | برائي | خير | شر |

## سبق ٻيو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ علم جي اهميت

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| محسن | احسان ڪندڙ | حيوان | جانور |
| سولائي | آساني | بنيادي | اهم |
| مير | حاصل | مشرڪ | شرڪ ڪندڙ |
| معلم | استاد | هدايتون | نصيحتون ، حڪم |
| پرک | فرق ڪرڻ | ساڃهه | عقل ، سمجهه |
| شعور | عقل ، سمجهه | غرور | وڏائي ، هٺ ، فخر |
| نهٺائي | بنا غرور ، هيٺائين | وَحي | خدا تعالي جو پيغام |

هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو.

سوال1: پاڻ سڳورن ﷺ علم بابت ڇا فرمايو آهي؟

جواب: پاڻ سڳورن ﷺ علم بابت فرمايو آهي ته علم حاصل ڪرڻ هر مسلمان مرد ۽ عورت تي فرض آهي ۽ علم پرايو پينگهي کان قبر تائين.

سوال2: جنگ بدر ۾ قيد ٿي آيل پڙهيل قيدين کي پاڻ سڳورن ﷺ ڇا فرمايو هو؟

جواب: جنگ بدر ۾ قيد ٿي آيل پڙهيل قيدين کي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته اوهان مان جيڪو قيدي ڏهن مسلمانن کي لکڻ پڙهڻ سيکاريندو، ان کي آزاد ڪيو ويندو.

سوال3: پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم علم جو دروازوڪنهن کي سڏيو آهي؟

جواب: پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن علم جو دروازو حضرت علي ڪرم الله وجهه کي سڏيو آهي.

سوال4: انسان ذات ۾ سڀ کان وڏو معلم ڪير آهي؟

جواب: انسان ذات جو سڀ کان وڏو معلم حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم آهي.

سوال5: بيبي عائشہ رضي الله عنہ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي باري ۾ ڇا فرمايو آهي؟

جواب: بيبي عائشہ رضي الله تعاليٰ عنهاپاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي باري ۾ فرمايو آهي تہ . پاڻ سڳورن جي سچي حياتي انسان ذات کي علم سيکارينديِ گذري.

هيٺ ڏنل لفظن جي معني لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو

بخيل : ڪنجوس

جملو: بخيل ماڻهون جي معاشري ۾ عزت نہ هوندي آهي

2: بيدار : سجاڳ

جملو: انسان کي بيدار ٿيڻ گهرجي.

3: ساڃهہ : سمجهہ

جملو: الله سائين انسان کي ساڃهہ عطا ڪري.

4: وحي : خفيہ اشارو

جملو: الله سائين پنهنجن پيغمبرن تي وحي موڪليندو آهي.

5: غرور : تڪبر

جملو: انسان کي غرور نہ ڪرڻ گهرجي.

6: شعور : عقل ، سمجهہ

جملو: الله تعالي کان دعا آهي تہ انسان کي صحيح شعور عطا فرمائي.

هيٺين لفظن جا ضد لکو

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
| --- | --- | --- | --- |
| عالم | جاهل | بدي | نيڪي |
| سچ | ڪوڙ | جنگ | امن |
| ترقي | تنزلي | صحيح | غلط |

هيٺيان خال پريو

1: علم انسان جي ٿئين اک آهي.

2: پاڻ سڳورن ﷺ جن جي سچي حياتي انسانن يا انسان ذات کي علم سيکارينديِ گذري .

3: علم انسان کي پاڻ سڃاڻڻ سان گڏ پنهنجي رب کي سڃاڻڻ جي سکهہ ڏني ٿي.

## سبق ٽيون:حضرت امام ابو حنيفہ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
| --- | --- | --- | --- |
| صحبت | زير اثر | مجتهد | قرآن ۽ حديث جو عالم |
| اختلاف | خلافي | پيغام | نياپو |
| مهارت | ڄاڻ ,تجربو | | |

سوال1: امام ابو حنيفہ ڪٿي ڄائو؟

جواب: عراق جي شهر ڪوفہ ۾ 80 هجري ۾.

سوال2: امام ابو حنيفہ جو اصل نالو ڇا هو؟

جواب: محمد نعمان بن ثابت رحہ هو.

سوال3: امام ابو حنيفہ اسلامي تعليم جي جيڪا سمجهاڻي ڏني ان کي ڇا ٿو سڏجي؟
جواب: ان کي فقہ حنفي سڏجي ٿو.

سوال4: امام ابو حنيفہ جي شاگردن ۾ ڪهڙا شاگرد وڏا عالم ٿي گذريا؟
جواب: امام ابو حنيفہ جي شاگردن ۾ قاضي ابو يوسف ۽ امام شيباني وڏا عالم ٿي گذريا.

هيٺين لفظن جي معنيٰ لکيجملن ۾ ڪمآڻيو

1: مجتهد : قرآن ۽ حديث جو عالم
جملو: حضرت ابو حنيفہ وڏو مجتهد هو.

2: اخلاق : ادب
جملو: امام ابو حنيفہ سٺي اخلاق جا مالڪ هئا.

3: مهارت : ڄاڻ
جملو: اسان کي تعليم ۾ مهارت حاصل ڪرڻ گهرجي.

هيٺين لفظن جا ضد لکو

| لفظ | ضد |
|---|---|
| آخري | پهريون |
| آسان | ڏکيو |
| اوکو | سوکو |
| اقرار | انڪار |
| قيد | آزاد |
| روشني | اونداه |

هيٺيان خال پريو

1: قرآن شريف جي قاعدن يا اسلامي قانونن کي فقہ حنفي چئبو آهي.

2: فقہ حنفي جو امام ابو حنيفہ آهي.

3: امام ابو حنيفہ 150 هجري ۾ وفات ڪئي.

4: هي پهريون عالم آهي جنهن قرآن شريف کي فارسي ۾ ترجمي ڪرڻ جي اجازت ڏني.

5: امام ابو حنيفہ بغداد جي گورنر ابن هبيره جي آچ تي ڪوفي شهر جو قاضي ٿيڻ کان انڪار ڪيو.

6: هو حاڪم جي آڏو نہ جهڪيو ۽ قيد ۾ ئي 150 هجري ۾ وفات ڪيائين.

## سبق چوٿون نعت

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| سندا | جد |
| منجهہ | ۾ |
| نرم | ريشمي |
| اونهون | گهرو |
| آسون | اميدون |
| مرسل | موڪليل |

هادي هدايت ڏيندڙ

هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو

1: شڪر : مهرباني
جملو: اسان کي الله سائين جو هر وقت شڪر ادا ڪرڻ گهرجي.

2: هادي : هدايت ڏيندڙ
جملو: اسان جو پيارو نبي ﷺ پنهنجي امت لاءِ هادي آهي.

3: خلق : مخلوق
جملو: سڄي خلق جو خلقيندڙ هڪ الله ئي آهي.

4: مرسل :موڪليل
جملو: اسان جي پاڪ نبي تي قرآن مجيد مرسل ڪيو ويو آهي.

5: معراج : مٿي چڙهڻ
جملو: 27 رجب تي پاڻ سڳورا ﷺ رات جو معراج تي ويا.

6: حمد : الله جي تعريف
جملو: سڀ حمد ۽ تعريف الله تعاليٰ جيلاءِ آهي.

هيٺين شعرن جون سمجهاڻيون لکو

1:سو شڪر سندا سردار آيو منجهه عرب.
حمد هادي کي جو هيئن جو هار منجهه عرب.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته الله تعاليٰ جوشڪرآهي۽انجي تعريف آهي جو دل ٺاهيندڙ سردار جي سرزمين تي آيو آهي.

2: ڪُل نبي جنهن نور جون خبرون ڪندا ويا خلق سان.
سو سچو سيد ڪري سينگار آيو منجهه عرب.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر حاجي احمد ملاح چوي ٿو ته سڀ نبي پنهنجيامت سان جنهن نور جون خبرون ڏيندا هئا اهو سچو سيد سينگار ڪري عرب ۾ آيو آهي.

3: مهڙ مڙني مرسلن محبوب مشفق مهربان.
مير مرسل مصطفيٰ مختيارآيومنجههعرب.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته سڀني نبين کان وڏيڪ محبوب مشفق مهربان پنهنجي مرضي وارو سردار عرب ملڪ ۾ پيدا ٿيو آهي.

4: مند مڙوئي مينهن جي جنهن دم وسي تنهن ويل وَس.
لائي جهڙ ڦڙ جابجا جهونجهارُ آيو منجهه عرب.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته هر هر مند مينهن جي هوندي آهي اهووسندو آهي ان کي وسڻ جي موسم پر جڏهن حضور اڪرم ﷺ عرب جي سرزمين تي آيا ته ان وقت پوري دنيا ۾ رحمت پئي نازل ٿي.

5: ٿيو ملاقاتي سان مالڪ مصطفيٰ معراجرات.
دم اندر اونهو ڏسي اسرار آيو منجهه عرب.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته معراج واري رات حضور اڪرم ﷺ جن الله پاڪ سان ڳجهي جاءِ تي ملاقات ڪئي ۽ راز واريون ڳالهيون ڪئي عرب جي سر زمين تي آيو .

6: آسيون "احمد" رکي آخر هليو پاسي عجيب.
پيرڙا پنبڻين ڪري پينار آيو منجهه عرب.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر احمد ملاح چئي ٿو تہ مان آس ۽ اميد رکي حضرت محمد ﷺ پاڻ عرب جي سر زمين تي پهتو آهيان.

هيٺيان خال ڀريو

1: ڪن نبي جي نورجون خبرون ڪندا ويا خلق سان سچو سيد ڪري سينگار آيو منجهه عرب

2: مند مڙوئي مينهن جي جنهن دم وسي تنهن ويل وس لاٿي جهڙن ڦڙن جابجا جهونجهار آيو منجهه عرب

3: ٿيو ملاقاتي سان مالڪ مصطفيٰ معراجراتدماندراونهوڏسي اسرار آيو منجهه عرب.

## سبق پنجون يومِ آزادي

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| تهوار | خوشي جو ڏينهن | سرهائي | خوشي |
| ڏاڍ ڏوم | شان ۽ شوڪت | اتحاد | ايڪو |
| نصيب ٿيو | مليو | اجاگر | ظاهر |
| باني | بنائڻ ورو | متڀيد | اختلاف ، بنافرق جي |
| ميڙ | اجتماع | سورمن | بهادرن |
| ترقي يافته | ترقي ڪيل | عزم | ارادو |

هيٺين سوالن جاجواب ڏيو

سوال1: قائداعظم محمد علي جناح رحہ قو م کي پنهنجي پهرئين خطاب ۾ ڪهڙو پيغام ڏنو؟
جواب: قائداعظم محمد علي جناح رحہ قوم کي پنهنجي پهرئين قومي خطاب۾ سخت محنت ، اتحاد ، ڪامل يقين جي متعلق تاڪيدي، مڪ ٿئين عزم سان بنا ڪنهن ذات پات جي فرق جي ، مذهبي متڀيد کان سواءِ ملڪي سلامتي ۽ خوشحالي، لاءِ جدوجهد ڪرڻ جو پيغام ڏنو.

سوال2: قائداعظم پاڪستان جي سمورن رهواسين کي ڪهڙو يقين ڏيارو؟
جواب: قائداعظم محمد علي جناح رحہ پاڪستان جي سمورن رهواسين کي پنهنجي ذاتي زندگي ، آزادي سان گذاري ۽ مذهبي توڙي سماجي مسئلن ۽ خودمختيار رهڻ جو پڻ يقين ڏيارو.

سوال3: يومِ آزادي جي شروعات ڪهڙي ريت ڪئي وڃي ٿي؟
جواب: يومِ آزادي جي شروعات ايڪيتاليهه توپن جي سلامي، قومي جهنڊي ڦڙڪائڻ سان ڪئي ويندي آهي.

سوال4: 14 آگسٽ تي اخبارن جي خاص نمبرن ۾ نئين نسل لاءِ ڪهڙو مواد ڏنو ويندو آهي؟

جواب: 14 آگسٽ تي اخبارن جي خاص نمبرن ۾ قومي سورمن کي خراج عقيدت ۽ انهن جون تصويرون ڏئي تاريخ ورجائي نئين نسل کي آگاهه ڪيو ويندو آهي.

سوال5: اسان کي پنهنجي ملڪ جي ترقي لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟
جواب: اسان کي پنهنجي هن ڏينهن تي پنهنجي ملڪ جي ترقي ۽ واڌاري جو عزم ۽ ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

سوال6: اسين ٻيا ڪهڙا ڪهڙا ڏينهن يادگار طور ملهائيندا آهيون؟

جواب: اسين پنهنجي ملڪ ۾ عيد ميلاد النبي ﷺ ، عيد الفطر ، عيد الاضحي ، يوم پاڪستان 23 مارچ تي ، 6 سيپٽيمبر يوم دفاع ، 11 سيپٽيمبر يوم وفات قائداعظم محمد علي جناح ، 10 محرم الحرام ڪربلا جي شهيدن جو ڏينهن، 25 ڊسمبر يوم ولادت قائداعظم محمد علي جناح وغيره يادگار طور ملهائيندا آهيون.

هيٺين لفظن جي معني لکي جملن ۾ ڪم آڻيو

تهوار : خوشي جو ڏينهن
جملو: اسان جي ملڪ ۾ مختلف تهوار ملهايا ويندا آهن.

2: اتحاد : ٻڌي
جملو: اسان کي پاڻ ۾ اتحاد سان رهڻ گهرجي.

3: متڀيد : اختلاف
جملو: اسان کي ڪنهن متڀيد کان سواءِ رڳو ملڪ لاءِ سوچڻ گهرجي.

4: چراغان : روشني
جملو: يوم آزادي جي موقعي تي سڄي ملڪ ۾ جاين تي چراغان ڪيو ويندو آهي.

5: عظيم : وڏو
جملو: قائداعظم رحہ هڪ عظيم قائد هو.

هيٺين لفظن جا ساڳي معني وارا لفظ لکو

| لفظ | معني | لفظ | معني |
| --- | --- | --- | --- |
| آزادي | ڇوٽڪارو ، خودمختياري | ريتون | رسمون |
| تاڪيد | بار بار چوڻ | پيغام | سنيهو |
| خوشحالي | آسودگي | | |

## سبق ڇهون رئيس غلام محمد ڀرڳڙي

| لفظ | معني | لفظ | معني |
| --- | --- | --- | --- |
| جدوجهد | ڪوشش | نامور | نالي وارو ، مشهور |
| باشعور | شعور رکندڙ | سهائتا | مدد ، همدردي |
| ڪميشن | ماهرن جي جماعت | ڳجهه ڳوهه | لڪل ، خفيہ |
| نهايت | گهڻو | ارمان | خواهش ، افسوس |
| ڪارائيتون | عمديون ، سٺيون | | |

هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

سوال1: رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي ڪڏهن ۽ ڪٿي ڄائو؟

جواب: رئيس غلام محمد ڀرڳڙي 1878 ع ۾ ڪوٽ غلام محمد ضلع ميرپور خاص جي ڳوٺ ڊينگان ۾ ڄائو.

سوال2: رئيس غلام محمد ڀرڳڙي ابتدائي تعليم ڪٿان پرائي؟
جواب: رئيس غلام محمد ڀرڳڙي ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ڊينگان مان پرائي.

سوال3: رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي ولايت مان ڪهڙو امتحان پاس ڪري وطنموٽي آيو؟
جواب: رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي ولايت مان بئرسٽري جو امتحان پاس ڪري وطن موٽي آيو.

سوال4: رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي جو حيدرآباد ۾ ڪهڙي ڪاليج ڪولرائڻ ۾ هٿ هو؟
جواب: رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي جو حيدرآباد ۾ نيشنل ڪاليج ڪولرائڻ ۾ هٿ هو.

سوال5: ڀرڳڙي صاحب ڪهڙي نالي سان حيدرآباد مان اخبار جاري ڪئي؟
جواب: ڀرڳڙي صاحب "الامين" نالي سان حيدرآباد مان هڪ اخبار جاري ڪئي.

سوال6: رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي ڪهڙي سن وفات ڪئي ۽ ڪٿي دفن ٿيل آهي

جواب: رئيس غلام محمد خان پرڳڙي 1934 ع ۾ وفات ڪئي ۽ پنهنجي اباڻي ڳوٺ ڊينگاڻ ۾ دفن ٿيل آهي.

هيٺ ڏنل لفظن جي معني لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو.

1: نامور : نالي وارو مشهور
جملو: برڳڙي صاحب هڪ نامور انسان هو.

2: باشعور : شعور رکندڙ
جملو: هو هڪ باشعور شخص هو.

3: سهائتا : مدد
جملو: اسان کي غريبن جي سهائتا ڪرڻ گهرجي.

4: ڪميشن : ماهرن جي جماعت
جملو: حڪومت هڪ ڪميشن ٺاهي آهي.

5: محروم : وانجهيل
جملو: غريبن کي سهولتن کان محروم نہ ڪرڻ گهرجي.

6: ڪارائتيون : عمديون
جملو: استاد اسان کي ڪارائتيون ڳالهيون ٻڌايون.

هيٺيان خال ڀريو

1: رئيس غلام محمد خان پرڳڙي سنڌ جو پهريون آباد گار هو جنهن ڪپهہ جو ڪارخانو قائم ڪيو.

2: رئيس غلام محمد طان پرڳڙي ولايت مان موٽڻ کان پوءِ حيدرآباد شهر ۾ وڪالت شروع ڪئي.

3: رئيس غلام محمد خان پرڳڙي ڪيترائي سال ممبئي ڪائونسل جو ميمبر ٿي رهيو.

4: رئيس غلام محمد خان پرڳڙي ڪيترن ئي غريبن شاگردن جي ڳجهہ ڳوٺ ۾ مالي مدد پڻ ڪندو هو.

## سبق ستورقومي جهنڊو

| لفظ | معني |
|---|---|
| علامت | نشاني |
| نشاهندي | نشاني ڪرڻ |
| عيوضي | بدلي |
| ڳاٽ | ڪنڌ |
| اٿانهون | مٿانهون |

هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

سوال1: هر هڪ ملڪ کي پنهنجو قومي جهنڊو ڇو هوندو آهي؟
جواب: هر هڪ ملڪ کي پنهنجو قومي جهنڊو ان جي نشاني هوندي آهي.

سوال2: جنگ احد ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن اسلام جو جهنڊو ڪهڙي اصحابيکي ڏنو؟
جواب: حضرت معصب بن عمير رضي الله تعالي عنها جي حوالي ڪيو هو؟

سوال3: جنگ خيبر ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن جهنڊو ڪهڙي اصحابي کي ڏنو؟
جواب: حضرت علي ڪرم الله وجہ جن جي حوالي ڪيو.

سوال4: پاڪستان جي جهنڊي ۾ سائو ۽ اڇو رنگ ڇا جي علامت آهي؟

جواب: سائو رنگ خوشحالي سر سبز ۽ ملڪ جي گھڻائي واري آبادي جي علامت يعني مسلمانن جي نمائندگي ڪري ٿو ۽ اڇو رنگ امن جي علامت سان گڏ ٻين مذهبن جي رهائش يعني ٿورائي جي نشاندي ڪري ٿو.

هيٺين لفظن جا ضد لکو

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| گهڻائي | ٿورائي | آڳاٽي | هاڻوڪي |
| اٿانهون | هيٺاهون | سوڀ | شڪست |
| اڇو | ڪارو | اوچو | نيچو |

هيٺيان خال ڀريو

1: خيبر جي جنگ ۾ جهنڊو حضرت علي ڪرم الله وجہ جي هٿ ۾ هو.

2: جنگ احد ۾ جهنڊو حضرت معصب بن عمير جي هٿ ۾ هو.

سبق اٺون عالم سڀ آباد ڪرين

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| موٽي | واپس وري | جنبي | بيهي |
| مانداڻ | منزل | سڪار | خوشحالي |
| واري | وري | عالم | دنيا |
| وچون | ڪنوٽيون | آباد | خوشحال |
| چوڌس | چوطرف | پالوڻ | مينهن جو پاڻي |
| مغرب | اولهه | گڙن | گوڙڪن |
| پڇايو | پُسايو | ڪهين | ڪنهن |
| ولهار | پوٺو | سمرقند گرنار روم | شهر جانالا |
| پار | طرف | بڪار | جوتي |
| سار | خبر لهڻ | سدائين | هروقت |
| مڙيون ويو | مٿيون | سڀ | سارو |

بيتن جي سمجهاڻي

1: موٽي مانداڻ جي ، واري ڪيائين وار
وچون وسڻ آئيون، چوڌس ٿي چوڌار.

ڪي اُٿي هليون استنبول ڏي، ڪي مٿيون مغرب پار،
ڪي چمڪن چين تي،ڪي لهن سمرقندن سار.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ سنڌ جو سندا حيات حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي فرمائي ٿو تہ مينهن وارا بادل وري موٽي آيا آهن. چئني طرفن کان بادل ڪنوٽين سان گڏ موٽي آيا آهن . ۽ وسي رهيا آهن ڪي بادل ۽ وچون استنبول ڏانهن هلندا ويا آهن تہ ڪي اولهہ علائقن ڏانهن پيون وسن تہ ڪي وري سمر چين ملڪ تي چمڪيرهيون آهن تہ ڪي وري سمر قند ڏانهن وڃي نڪتيون آهن

2: ڪي رمي ويون روم تي ، ڪي ڪابل ڪي قندار،
ڪي دلي ڪن دکن، ڪي گڙن مٿي گرنار،
ڪن جنبي جيسرمير تان، ڏنا بيڪا نير بڪار،
ڪنهين ڀڄ ڀڄائيو ،ڪنهين ڍٽ مٿانهين ڍار.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاهه سائين فرمائي ٿو تہ ڪي بادل وڃون وري روم ڏانهن هليون ويون آهن تہ ڪي وري قابل قبدار ڏانهن ڪي دهلي تي ڪي وري دکن ڏانهن هليون ويون آهن تہ ڪي وري گرناد مٿان گوڙ ڪري رهيون آهن ڪي وري جيسر مير تان موٽي بيڪانير تي پيون برسن ۽ ڪي ڀڄ پچاڻ پيون.

3: ڪهين اڄ عمرڪوٽ تان، وسايا ولهار،
سائين سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار،
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاهه سائين فرمائي ٿو تہ ڪجهہ بادل وري موٽي عمر ڪوٽ جيمٿان اچي مينهن وسائي رهيا آهن. اي منهنجا رب اي پالڻهار منهنجي وطن مٿان هميشہ مينهن پيو وساءِ ۽ سنڌ کي سدائين خوشحال ۽ سڪر وارو ڪراي منهنجا مٺا الله سائين ان سان گڏ تون سڄي جهان کي بہ آباد ڪر.

<u>هيٺين سوالن جا جواب ڏيو</u>

سوال1: هن بيت ۾ افغانستان جا ڪهڙا شهر بيان ڪيا ويا آهن؟
جواب: هن بيت ۾ افغانستان جا قندار ۽ ڪابل شهر بيان ڪيا ويا آهن.

سوال2: هن بيت ۾ ڪهڙن ملڪن جي شهرن جو ذڪر آهي؟
جواب: هن بيت ۾ ترڪي، چين، ازبڪستان، روم، افغانستان، هندستان ۽ پاڪستان جي شهرن جو ذڪر آهي.

سوال3: هن بيت ۾ سنڌ جا ڪهڙا علائقا ۽ شهر بيان ڪيا ويا آهن؟
جواب: هن بيت ۾ سنڌ جي ٿر جي علائقي عمر ڪوٽ شهر جو بيان ٿيل آهي.

## سبق نائون ابتدائي طبي امداد

| لفظ | معني | لفظ | معني |
| --- | --- | --- | --- |
| حادثو | واقعو | آفتن | مصيبتن |
| آسپاس | قريبي ، ويجها | هڪدم | فورا |
| گهريل | ضرورت وارا | اپاءُ | قدم |
| بروقت | وقت سر | ڌار ڌار | الڳ الڳ |
| اوچتي | اچانڪ | امداد | مدد ، تعاون |
| پوسل | پڳل | پسرائيندڙ | آلي |
| لاڙي | ڦيري | ٻُت | جسم |
| جُهولي | گرم هوا | مصيبت | تڪليف |

هيٺين سوالن جا جواب لکو

سوال1: ابتدائي طبي امداد جو مطلب ڇا آهي؟
جواب: ڪنهن بہ حادثي يا ڪنهن بہ آفت جو شڪار ٿيڻ وارن جي جان بچائڻ جي بروقت ڪوشش ڪرڻ کي ابتدائي طبي امداد چئبو آهي.

سوال2: ابتدائي طبي امداد کي ٻيو ڇا سڏيو ويو آهي؟
جواب: ابتدائي طبي امداد کي ترت علاج سڏيو ويو آهي.

سوال3: ابتدائي امداد جي ضرورت ڪهڙي وقت پئي ٿي؟
جواب: ابتدائي امداد جي ضرورت ان وقت پئي ٿي جڏهن ڪنهن کي بجلي جو شاڪ لڳي ٿو. بجلي جي تار ڦاسي پوي ٿو ڏنگ لڳي ٿو. نانگ ڏنگي ٿو. ڪو باهہ ۾ سڙي پوي ٿو يا پاڻي ۾ ٻڏي پوي ٿو.

سوال4: بجلي جي تار ۾ ڦاٿل کي ڪيئن ڇڏائبو؟

جواب: بجلي جي تار ۾ ڦاٿل کي ڇڏائڻ لاءِ بجلي بند ڪجي يا سڪل ڪاٺي سان ڦاٿلفرد کي آزاد ڪرائجي ساھ بند ٿيڻ جي حالت ۾ هٿرادو طريقي سان ساھ ڪڻائجي سندس جسم جي چرپر روڪجي ان کان پوءِ ان شخص کي يڪدم ڪنهن ويجهي اسپتال پهچائجي.

هيٺ ڏنل لفظن جي معني لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو

اپاءَ : قدم
جملو: حادثي جو شڪار ٿيل لاءِ بروقت اُپاءَ وٺڻ گهرجي.
امداد : مدد ، تعاون
جملو: ٻوڏ جي ستايلن جي امداد ڪئي وئي.
نوعيت : قسم ، خصوصيت
جملو: اسان اهم نوعيت جي گفتگو ڪري رهيا آهيون.
غير پسرائيندڙ : آلو نہ ڪندڙ
جملو: بجلي جي تار ۾ ڦاٿل کي غير پسرائيندڙ مادي سان ڇڏائجي.

## سبق ڏهون همدردي

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| گذاري ويو | مري ويو | مسواڙ | ڪرايو |
| مرحلو | وقت | خود دار | قناعت ڪندڙ |
| باهمت | همت وارو | چهرو | شڪل |
| واٽهڙو | رستي هلندڙ | احسان | سهڻو سلوڪ |
| ايڪسيڊينٽ | حادثو ، ٽڪر | ضايع | رائيگان |
| اوڪي ويل | ڏکيو وقت | ڪائونٽر | بل ادا ڪرڻ جي جڳهہ |

هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو

سوال1: اڪبر جي گهر ۾ ڪيترا ڀاتي رهندا هئا؟
جواب: اڪبر جي گهر ۾ ڪل اٺ ڀاتي رهندا هئا جن ۾ هڪ امڙ ، پاڻ ڇهہ ڀائر ۽ ڀينرون شامل آهن.

سوال2: اڪبر رات جو ڪيئن پڙهندو هو؟
جواب: اڪبر رات جو پاڙي ۾ ٿنڀ تي لڳل بلب جي روشني ۾ پڙهندو هو.

سوال3: پاڙي جي عورت اڪبر سان ڪيئن پيش آئي؟
جواب: پاڙي جي عورت اڪبر سان تمام سٺي نموني پيش آئي. ان ڪان سامان بہ خريد ڪيائين ۽ ڪيس ماني بہ کارايائينس.

سوال4: اڪبرڊاڪٽر ڪيئن بڻيو؟
جواب: اڪبر تمام گهڻي محنت ڪئي ۽ مسلسل تعليم حاصل ڪندو رهيو الله تعاليٰڪنهنجيمحنتکيرائيگانهڪندوآهي. تنهنڪريهوانطريقي سان ڊاڪٽر بڻجي ويو.

سوال5: اسان کي انسانن سان ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ گهرجي؟
جواب: اسان کي انسانن سان همدردي وارو سلوڪ ڪرڻ گهرجي.

هيٺ ڏنل لفظ جي معني لکو ۽ جملن ۾ ڪن آڻيو

احسان : ٿورو ، نيڪي
جملو: اڪبر عورت جو احسان نہ وساريو.
ضايع : رائيگان
جملو: ڪنهن جي بہ نيڪي ضايع نہ ٿيندي آهي.

سنڌي ستين درجي لاءِ

اوکي، ويل : ڏکني وقت
جملو: اوکي ويل ڪم اچڻ کپرجي.
خوددار : قناعت ڪندڙ
جملو: اڪبر هڪ خود دار ڇوڪرو هو.
ايمرجنسي : اچانڪ حادثو
جملو: الله تعالي کان دعا آهي ته ايمرجنسي حالتن کان بچائجي.

هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو

| لفظ | ضد |
|---|---|
| بيهوش | هوش وارو |
| پسند | نا پسند |
| وڪرو | خريد |
| معافي | بدلو |
| اوکو | سوکو |

## سبق يارهون اخلاقي قدر

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| قدر | مرتبو | خوبيون | خصلتون |
| سماج | معاشرو | واقعو | ڇاڻ |
| اشرف المخلوقات | سموري مخلوق کان بهتر | پائيورا | حصيدار |
| لازم | ضروري | ماضي | گذريل دور |
| ليڪا | حدون | لتاڙي | ختم ڪري |
| اصحاب | حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا ساٿي | استقلال | مضبوطي |
| ميزان | تارازي ، ساهمي | کپرج | ضرورت |
| ڇيهو | نقصان | رسيو | پهتو |
| ضمانت | ذمہ داري | خطاڪارن | ڏوهي ، مجرم |
| ظالم | ڪنهن جو حق کائڻ | انتقام | بدلو ، پلاند |

هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو

سوال1: سهپ ۽ بردباري مان ڇا مراد آهي؟
جواب: ڪاوڙ ڏياريندڙ ڳالهين تي غصو نہ ڪرڻ کي سهپ يا بردباري چئبو آهي.

سوال2: صبر ۽ شڪر بابت اوهان کي ڪهڙي ڄاڻ حاصل ٿي آهي؟
جواب: صبر ۽ شڪر بابت اسان کي اها ڄاڻ ملي ٿي تہ اسان کي جسماني ۽ روحاني تڪليف تي صبر ڪرڻ کپرجي ۽ جڏهن نعمت ۽ خوشي حاصل ٿئي تہ اسين شڪر ادا ڪريون چاڪاڻ تہ الله تعالي شڪر ادا ڪريون چاڪاڻ تہ اللهتعالي شڪر گذار ٻانهن کي پسند ڪري ٿو ۽ صبر وارن سان گڏ آهي.

سوال3: خوش اخلاقي ڇاکي ٿو چئجي؟

جواب: خوش اخلاقي جي معني آهي سهڻو اخلاق خوش اخلاقي سان پيش اچڻ پيغمبرن واري خصلت آهي . جنهن جي لاءِ پاڻ سڳورا فرمائن ٿا تہ يقينن توهان سڀني مان سڀ کان وڌيڪ مون کي اهو شخص محبوب آهي، جنهن توهان سڀني مان سٺا اخلاق هوندا.

سوال4: اسان جا سٺا گڻ ڪهڙا ڪهڙا آهن؟
جواب: اسان جا سٺا گڻ تہ گهڻا آهن پر انهن ۾ بنيادي سٺا گڻ هي آهن.

1: صبر ڪرڻ 2: بردباري ڏيکارڻ 3:معاف ۽ درگذر ڪرڻ 4: شڪر ڪرڻ

5: اخلاق سان پيش اچڻ 6: ٻئي جو ڀلو سوچڻ 7: همدردي ڪرڻ

8: سڌي راهہ ٻڌائڻ 9: غلط ڪم کان سهڻي طريقي سان روڪڻ وغيره

سوال5: سماجي هم آهنگي پيدا ڪرڻ لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟
جواب: سماجي هم آهنگي پيدا ڪرڻ لاءِ اسان کي گهرجي تہ جنگ ۽ فساد کان بچون گڏجي هڪ ٻئي جي حقن جو خيال رکون ان طريقي سان سماج ۾ هم آهنگي پيدا ٿيندي.

2: هيٺ ڏنل لفظن جي معني لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو.

1: ميزان : تارازي
جملو: الله تعالي ميدان حشر ۾ هر انسان جي عملن لاءِ ميزان رکندو.

2: استقلال : مضبوطي
جملو: مصيبت جي سامهون استقلال سان بيهڻ کي صبر چئبو آهي.

3: خصلت : عادت
جملو: اسان جي اندر سٺي خصلت هجڻ گهرجي.

4: خطاڪارن : ڏوهي
جملو: الله تعالي خطاڪارن کي معاف ڪندو.

5: ڇيهو : نقصان
جملو: اتحاد نہ هجڻ ڪري قومن کي ڇيهو رسندو آهي.
هيٺيان خا ڀريو

1: سمورن ساهوارن ۾ انسان کي اشرف المخلوقات سڏيو ويو آهي.

2: مڪي جي فتح کان پوءِ حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن مخالفن کي معاف ڪري ڇڏيو.

3: دنيا هڪ گهر مثل بنجي پئي آهي.

4: ملڪي ۽ بين الاقوامي سطح تي ڪيترائي ادارا انساني ڀلائي لاءِ ڪم ڪندا رهن ٿا.

## سبق ٻارهون سونا سونا سنگ

| معني | لفظ | معني | لفظ |
|---|---|---|---|
| قميص | چولو | گندي | پوتي |
| عزت | ننگ | ماني | لولو |
| سنڀال | سار | ڪمزور | هيڻا |
| عزت | شان | اميد | امنگ |

بيتن جي سمجهاڻي

1: سونا سونا سنگ ٻنين ۾.

سونا سونا سنگ!

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر فرمائي ٿو ته ٻني ۾ جيڪي سنگ آهن اهي درحقيقت سونا سنگ آهن ڇوجو انهن سنگن جي بدلي اسان ڪيترين ئي شيون خريد ڪري سگهون ٿا.

2: ڪنهن جي پوتي، ڪنهن جو چولو
ڪنهن جي پيٽ ڀرڻ جو لولو،

ڪنهن جي عزت شان ۽ شوڪت،
ڪنهن جا آهن ننگ، ٻنين ۾،
سونا سونا سنگ!

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته ٻنين ۾ جيڪي اناج جا سنگ آهن. اهي در حقيقت سونا سنگ آهن. ۽ اهي سنگ ڪنهن جي پوتي ڪنهن جي قميص ڪنهن جي عزت ۽ شان ۽ ڪنهن جي پيٽ ڀرڻ جو ذريعو ٿيندا آهن. حقيقت ۾ اهي سونا سنگ آهن.

3: مرڻ جيئڻ جو ڪنهن جو سوال،
هيڻا هڏڙا، هيڻو حال،

ڪنهن جو پيار ته ڪنهن جي سار،
ڪنهن جي آس، امنگ، ٻنين ۾،
سونا سونا سنگ!

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر فرمائي ٿو ته ٻنين ۾ جيڪي سونا سنگ آهن انهن ۾ ڪن جي زندگي جي مرڻ جيئڻ جو سوال هوندو آهي ۽ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪي ويچارا هيڻي حال ۾ هوندا آهن ۽ ڪي ويچارا پيارا ۽ اميد ڀرين امنگن سان ٻنين کي ڏسندا رهندا آهن جڏهن سنگ پچي تيار ٿيندا آهن ته اهي ان جي لاءِ سون جهڙا سنگ هوندا آهن.

4: پوک پڪل جا سنگ نچن ٿا،
خاموشي ۾ ساز وڄن ٿا ،

جهولن جهولن جهومن ڳائن،
ڄڻ ته هوا ۾ چنگ ٻنين ۾،
سونا سونا سنگ ٻنين ۾.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر مير محمد پيرزادو فرمائي ٿو ته جڏهن ٻني ۾ پوک پچي تيار ٿي ويندي آهي ته ڄڻ ان جا سنگ نچندا آهن ۽ خوشي ۾ جهومندا ڳائيندا آهن ۽ ائين لڳندو آهي ته ڄڻ هوا ۾ چنگ جو آواز هوندو آهي اهو ان ڪري هوندو آهي جو اهي سون وارا سنگ ٻئي ڪنهن جي خوشي جو باعث بڻجندا آهن.

هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

سوال1: شاعر" سونا سونا سنگ" ڪهڙي پوک جي سنگن لاءِ چيو آهي؟
جواب: شاعر سونا سونا سنگ ڪڻڪ جي پوک لاءِ چيو آهي.

سوال2: سونن سنگن واري پوک " چولو" ۽ "لولو" مهيا ڪري ٿي ٻڌايو ته ڪيئن؟
جواب: سونن سنگن واري پوک جي سنگن مان داڻا ڪڍي ان کي پيهائي لولو يعني ماني پچائي سگهون ٿا ۽ ڪڻڪ جي داڻن کي وڪڻي پئسا حاصل ڪري ڪپڙا خريد ڪري سگهون ٿا.

سوال3: " آس اُمنگ " جو مطلب سمجهايو؟
جواب: " آس اُمنگ" جو مطلب اميد ۽ آسرو آهي.

هيٺين لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو.

## سنڌي

## ستين درجي لاءِ

آس ، امنگ، سنگ، چنگ لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو.
آس : مون کي تو ۾ ڏاڍي آس هئي.
امنگ : هاري جي ٻني تي امنگ هوندي آهي.
سنگ : ٻني ۾ سنگ پچي تيار ٿي ويا آهن.

## سبق تيرهون هوائي جهاز جي ايجاد

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| خروت | کهرج | ايجاد | ٺاهڻ |
| پڙ | هوشيار | واهپي | استعمال |
| موجد | ٺاهيندڙ | شهرت | مشهوري |
| بلندي | مٿانهين | اخباربيني | اخبار پڙهڻ |
| پرواز | اڏام | وارياسي | واريءَ واري زمين |
| عرصي | وقت | آفتن | مصيبت |

هيٺين سوالن جا جواب لکو

سوال1: رائيٽ برادرس جا اصل نالا ٻڌايو؟
جواب : رائيٽ برادرس جا اصل نالا هيٺ ڏجن ٿا.

1: ولبر رائيٽ ( وڏو ڀاءُ)

2: اوروِل رائيٽ ( ننڍو ڀاءُ)

سوال2: رائيٽ برادرس ڪهڙي ملڪ جا رهواسي هئا؟
جواب : رائيٽ برادرس آمريڪا ملڪ جا رهواسي هئا.

سوال3: رائيٽ برادرس کي هوائي جهاز ٺاهڻ جو خيال ڪيئن آيو؟
جواب: رائيٽ برادرس کي هوائي جهاز ٺاهڻ جو خيال هن طرح آيو جو هنن کي سندن والد ڪيڏڻ لاءِ هڪ رانديڪو ڏنو جيڪو ڪاغذ ءِ ٻانس مان ٺاهيل هو. ان ۾ هڪ رٻڙ لڳل هو جنهن کي ڇڪي ڇڏڻ سان هو اڏامي ويندو هو. پوءِ انهن سوچيو ته ڇو نه اهڙي مشين ٺاهي وڃي جيڪا مٿي اڏامي سگهي.

سوال4: رائيٽ برادرس هوائي جهاز جي ڪامياب تجربي کان پوءِ ڇا ڪيو؟
جواب: رائيٽ برادرس هوائي جهاز جي ڪامياب تجربي کان پوءِ هوا بازي جو هڪ اسڪول کوليو.

سوال5: پاڪستان جي قومي ايئر لائن جو نالو ڇا آهي؟
جواب: پاڪستان جي قومي ايئر لائن جو نالو پاڪستان انٽرنيشنل ايئر لائن ( پي . آءِ . اي ) آهي
هيٺ ڏنل لفظن جي معني لکي جملن ۾ ڪم آڻيو.

1) موجد : ٺاهيندڙ
جملو: هوائي جهاز موجد آمريڪا جا ٻه ڀائر هئا.

2: پرواز : اڏام
جملو: پي . آءِ . اي جي پرواز هر ملڪ ڏي روانو ٿيندي آهي.

3) شهرت : مشهوري
جملو: هوائي جهاز ايجاد سان ٻنهي ڀائرن جي شهرت وڌي وئي.
هيٺيان خال ڀريو

1: رائيٽ برادرس کي خيال آيو ته ڇو نه اهڙو جهاز ٺاهيو وڃي جيڪو اڏام ڪري سگهي.

2: ڪجھ وقت کان پوءِ رائيٽ برادرس هڪ فلائنگ اسڪول پڻ کوليو.

3: اسان جي قومي ايئر لائن پي . آءِ . اي آهي.

**ستين درجي لاءِ** **سنڌي**

## سبق چوڏهون شهيد هوش محمد شيدي

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| سِر | جان | اتساهه | اڀارڻ |
| مڙيو | رڪيو . باز آيو | همعصر | هڪ دورجا |
| دڙڪو | ڌمڪي | ويڇا | فرق |
| جوڌن | بهادري | سورمن | بهادرن |
| محب وطن | وطن سان محبت رکندڙ | دغا<br>ارڏو | دوکو<br>ارادي جو پڪو |
| سازش | دوکي باز | حويلي | ڪوٽ, گهر |

هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

سوال1: هوشو شيدي ڪهڙي مير جو همعصر هو؟
جواب: هوشو شيدي مير صوبدار خان جو همعصر هو.

سوال2: مير صوبدار خان انگريزن جو ساٿ ڇو ڏنو؟
جواب: مير صوبدار خان انگريزن جو ساٿ حڪومت ملڻ جي آسري تي ڏنو.

سوال3: مير شير محمد ملڪاڻي ڪير هو؟
جواب: مير شير محمد ملڪاڻي ميرپورخاص جو حڪمران هو.

سوال4: هوشو ڪهڙو تاريخي نعرو هنيو؟
جواب: هوشو " مرويسون پر سنڌ نه ڏيسون" جو تاريخي نعرو هنيو.

سوال5: هوشو ڪهڙي جنگ ۾ شهيد ٿيو؟
جواب: هوشو "دبي واري جنگ" ۾ شهيد ٿيو.

هيٺيان خال ڀريو

1: هوشو شيدي دبي جي جنگ ۾ شهيد ٿيو.

2: هوشو 23مارچ 1843 ع تي شهادت ماڻي.

## سبق پندرهون علم طبعيات

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| گرهه | سيارو | کوجنا | ڳولڻ |
| دائمي | هميشه واري | موروثي | ابن ڏاڏن کان |
| جوڙيا | ٺاهيا | هوبهو | ان وانگر |

هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

سوال1: فزڪس ڪهڙي ٻوليءَ جو لفظ آهي؟
جواب: فزڪس يوناني ٻوليءَ جو لفظ آهي هي لفظ "فزڪيو " مان ورتل آهي.

سوال2: فزڪس جا ٽو ڇنجي؟

جواب: فزڪس جي معني آهي فطرت سان لاڳاپيل اها سائنس جيڪا مادي ۽ توانائي جي گڏيل عمل بابت ڄاڻ ڏئي توانائي دائمي
آهي جنهن جي هڪ صورت تبديل ٿيندي ته اها ٻي صورت ۾ ظاهر ٿيندي.

سوال3: علم طبيات ڪي ڪيترن شاخن ۾ ورهايو ويو آهي؟
جواب: علم طبيات کي ڪيترن ئي شاخن ۾ ورهايو ويو آهي جن مان ڪجھ هي آهن.
هرڪي ، برقي ، مقناطيسي ، نهري ، ائٽمي ۽ فلڪياتي

سوال4: علم طبيات لاءِ ڪهڙن مشهور مسلمان سائنسدانن جون خدمتون ڳڻپ جوڳيون آهن؟
جواب : علم طبيات لاءِ هيٺين مشهور مسلمان سائنسدانن جون خدمتون ڳڻپ جوڳيون آهن. الڪندي ،
ابوريحان البيروني ، ڈاڪٽر عبدالقدير خان

سوال5: علم طبعي جون زندگي سان ڪهڙو واسطو آهي؟
جواب: علم طبعي جو زندگي سان گهرو واسطو آهي . ڳرا جسم هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ لڄن ٿا. تيز رفتار بليٽ ٽرينون هلايون وڃن ٿيون ريڊيائي لهرون ٽيلي مواصلات ذريعي دنيا ۾ ٿيندڙ پروگرام تقريرون مباحثا ۽ ميچون وغيره اسين هوبهو ڏسي سگهون ٿا اهو سڀ علم طبعي جي ڪري ممڪن ٿي سگهي ٿو.

هيٺيان خال پريو

1: ڌرتي جو گولو ڪائنات جو ننڍڙو ايڪو آهي.

2: فزڪس يوناني ٻولي جي لفظ فزيڪو مان ورتل آهي.

3: پاڪستان جي ناميارى سائنسدان ڈاڪٽر عبدالقدير کي نوبل انعام سان نوازيو ويو.

سبق سورهون واهه قدرت رب رحيم !

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| بهاريون | خوشيون | ملهاريون | خوشيون |
| وراڪا | وروڪر | گجگاهه | گهاٽا ڪڪر |
| هير | ٿڌڙي هوا | ڪار | تيئن |
| ڪار | قطارون، ڪارو رنگ | ڪاهون | تيزي سان اچڻ |
| گولون | گاهه جو نالو | ساوڪ | سرسبز |
| ساراهه | تعريف | جر | پاڻي |
| گلزاريون | بهاريون | آباديون | وسنديون |

نظم جي سمجهاڻي

1: اڄ ته باغن ۾بهاريون، واهه قدرت رب رحيم!
اڄ ته ملڪن ۾ ملهاريون، واهه قدرت رب رحيم!

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر فرمائي ٿو ته اڄ باغن ۾ ڏاڍيون بهاريون ۽ خوشيون لڳيونپيون آهن . ۽ ملڪ ۾ پڻ خوشيون ۽ ملهاريون لڳيون پيون آهن، اها سڀ ربرحيم جي قدرت آهي جنهن جي حڪم سان اهي موجون لڳيون پيون آهن.

2: ڇا ڏسان وڄڻ واڪا، ڇا ٻڌان گجگاهه گوڙ،
ڇا هوائون وير واڇيون، واهه قدرت رب رحيم!

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر فرمائي ٿو ته مان ڪنهن جا ڳڻا ڏسان ٿو ۽ ڪڪرن جو گجگوڙ ٻڌان ٿو ۽ ان سان ڪڏهن ڪڏهن ٿڌيون هوائون ڪهڻ ٿيون اهي سڀ رب ڪريم جي قدرت آهي جنهن جي حڪم سان اهو سڀ ٿي رهيو آهي.

3: ڪارا پنيان ڪار ڪڪرن، ڪيترين ڪاهون ڳنيان،
ڪر اچن ڪونجون قطارون، واهه قدرت رب رحيم!

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر فرمائي ٿو ته ڪارا ڪڪر هڪ ٻئي پٺيان ايتري تعداد ۾ اچن ٿا جو ڪيترا ڳڻي ڪيترا ڳڻيان، پر لڳي ائين ٿا جيئن ڪونجون پنهنجي وطن کان وير ڪري اچن پيون . اها سڀ رب رحيم جي قدرت آهي.

4: واهه گلزارين گلن جون واهه ڪولون، واهه ڪاهه!
واهه ساوڪ واهه سارين! واهه قدرت رب رحيم!

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر فرمائي ٿو ته هر طرف گلن جون گلزاريون لڳي پيون آهن ۽ خوشبون مهڪي رهي آهي چو طرف ساوڪ ڪاهه ۽ ڪولن جي صورت ۾ لڳي پئي آهي ۽ ان سان ڪڏهن ڪڏهن سارين جو سر سبز فصل به ٻهڪي رهيو آهي اها سڀ رب رحيم جي قدرت آهي

(5) سر ڪيا ساوا، سڪل داڻي منجهان دانا ڏئي،
چا ٻنڌس ساراهه، سارين واهه قدرت رب رحيم!

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر فرمائي ٿو ته الله سائين سڪل ڪڻي مان سر ساوا ڪري ڇڏيا ۽ سارين کي ڏسي بي اختيار ان رب رحيم جي ساراهه زبان تي جاري ٿي وڃي ٿي اها سڀ رب ڪريم جي قدرت آهي.

(6) جز منجهان جيرا بنائي، ذات مان هر ذات کي،
سورتون سهڻي سونهاريون، واهه قدرت رب رحيم!

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته زمين جي تهه مان الله تعاليٰ پنهنجيقدرتسانزندڳيونپيداڪريٿوءِ انهن کي سهڻيون صورتون ڏئي ظاهر ڪري ٿو اها سڀ رب رڪريم جي قدرت آهي.

(7) آب آباديون عجب " احمد" چوي عبدالحميد،
آءَ ته ڪڏجي خوش گذاريون، واهه قدرت رب رحيم!

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر مولوي احمد ملاح فرمائي ٿو ته پاڻي سان ٿيندڙ آباديون عجيب قسم جون آهن اچو ته سڀ خوش گذاريون. اها سڀ رب ڪريم جي قدرت آهي.

<u>هيٺين سوالن جا جواب لکو</u>

سوال1: مولوي حاجي احمد ملاح هن نظم ۾ قدرت جون ڪهڙيون ڪرم نوازيون بيان ڪيون آهن؟
جواب: مولوي احمد ملاح هن نظم ۾ قدرت جون ڪرم نوازيون بيان ڪندي فرمائي ٿو ته باغن ۾ بهاريون، ملڪ ۾ ملهاريون هي ڪڪر هي برسات، هي ڪونجن جو قطارون، هي هير واريون هوائون سڪل داڻي مان هي ساوا سر، هنن سهڻي جون صورتون الله تعاليٰ عطاڪيونآهن.

سوال2: ڪارن ڪڪرن کي شاعر ڇا سان ڀيٽيو آهي؟
جواب: ڪارن ڪڪرن کي شاعر ڪونجنجي قطارن سان ڀيٽيو آهي.

سوال3: "صورتون سهڻي سونهاريون" جو مطلب ڇا آهي؟
جواب: ان جو مطلب آهي ته جيڪي به الله تعاليٰ شڪليونپيداڪيونآهنسيسڀخوبصورتءِسونهنواريونآهن.

<u>هيٺين لفظن جي معنيٰ لکيجملنءِ ڪمآڻيو.</u>

1: گجگاهه : گهاٽا ڪڪر
جملو: اڄ ته ڪڪرن جي گجگاهه لڳي پئي آهي.

2: ڪار : قطار
جملو: ڪار ڪڪرن جي اچي پئي.

3: گلزاريون : بهاريون
جملو: باغن ۾ گلن جون گلزاريون آهن.

4: ساوڪ : سر سبز
جملو: باغن ۾ ته ساوڪ لڳي پئي آهي.

5: جر : ڪشادو پاڻي زمين ۾ موجود پاڻي
جملو: پاڻي هيٺ جر ۾ هليو ويو آهي.

6: آباديون : وسنديون

## سبق سترهون شهيد حڪيم محمد سعيد

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| وقف ڪرڻ | حوالي ڪرڻ | جاڪوڙ ڪرڻ | محنت ڪرڻ |
| عقيدت | محبت | مسواڙ | ڪرايو |
| مانجهي مرد | بهادر ماڻهو | تلقين | نصيحت |
| اونو هوندو هو | احساس هوندو هو | پاڻ پتوڙڻ | جدوجهد ڪرڻ |
| تعصب | ساڙ | حفظ | ياد ڪرڻ |
| سند | ڊگري | مطب | دواخانو |
| جمهوري | عوامي | ترتيب | سنوارڻ |

### هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

سوال1: حڪيم سعيد ڪٿي ڄائو؟
جواب: حڪيم سعيد دهلي ۾ ڄائو.

سوال2: حڪيم سعيد جي تربيت ڪنهن ڪئي؟
جواب: حڪيم سعيد جي تربيت سندس والده رابعه هندي ۽ وڏي ڀاءُ عبدالحميد ڪئي.

سوال3: هن ڪهڙو دواخانو قائم ڪيو؟
جواب: هن همدرد جي نالي سان دواخانو قائم ڪيو.

سوال4: ٻارن لاءِ ڪهڙو ادارو قائم ڪيائين؟
جواب: ٻارن لاءِ "نونهال ادب" جي نالي سان ادارو قائم ڪيائين.

سوال5: علم ۽ ثقافت جي ترقي لاءِ ڪهڙا ادارا کوليائين؟
جواب: علم ۽ ثقافت جي ترقي لاءِ مدينه الحڪمت جي نالي سان ادارو کوليائين ۽ اناداري تحت همدرد يونيورسٽي قائم ڪئي.

سوال6: حڪيم صاحب ڪهڙن سرڪاري عهدن تي رهيو؟
جواب: حڪيم صاحب پاڪستان جي وفاقي وزير ۽ سنڌ جو گورنر به رهي چڪو هو.

# سنڌي

## ستين درجي لاءِ

<u>هيٺين لفظن جي معني لکو پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻيو</u>

1: تربيت : سنوارڻ

جملو: حڪيم سعيد جي تربيت سندس والده ڪئي.

2: حفظ : ياد ڪرڻ

جملو: علي قرآن شريف حفظ ڪري ورتو.

3: سند : ڊگري

جملو: منهنجي ڀاءُ ايم _ اي جي سند حاصل ڪئي آهي.

4: جمهوري : عوامي

جملو: جمهوري حڪومت عوامي مسئلا حل ڪندي آهي.

5: تلقين : نصيحت

جملو: استاد صاحب ٻارن کي بري صحبت کان پري رهڻ جي تلقين ڪئي.

هيٺيان خال ڀريو

1: هن ڪراچي ۾ <u>همدرد</u> يونيورسٽي <u>همدرد</u> فائونڊيشن <u>همدرد</u> پبلڪ اسڪول ۽ ادب جا ادارا قائم ڪيا.

2: حڪيم محمد سعيد <u>وفاقي</u> وزير ۽ سنڌ جو <u>گورنر</u> رهيو.

3: همدرد يونيورسٽي ۾ <u>انفارميشن</u> ٽيڪنالاجي ۽ ٻين <u>شعبن</u> ۾ بهترين تعليم ڏني ويندي آهي.

سوال: ضمير ڇا کي چئبو آهي؟

جواب: ضمير اهو لفظ آهي جيڪو اسم جي بدران ڪم اچي.

## سبق ارڙهون ڳوٺاڻي ۽ شهري زندگي

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| ولوڙيل | ڌاميل يا ڳهمايل | خانگي | پرائيوٽ ذاتي |
| روزگار | ڪمائي | آلودگي | مليل |
| درس | سبق | واٽر سپلائي | پاڻي پهچائڻ |
| رٿابندي | منصوبابندي | مشاهدو | اکين ڏٺو |
| نج | صاف يا اصل | ميسر | حاصل ٿيڻ |

هيٺين سوالن جا جواب لکو

سوال1: شهري ۽ ڳوٺاڻي زندگي ۾ ڪهڙو فرق آهي؟

جواب: شهري ۽ ڳوٺاڻي زندگي ۾ فرق رکيو هي آهي ته شهرن ۾ زندگي گذارڻ لاءِ سهولتون آساني سان ميسر آهن. اهي سهولتون ڳوٺن ۾ به ميسّر آهن پر ذرا انهن انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪجهه پريشاني کي منهن ڏيڻو پوي ٿو ۽ اهي سهولتون گهٽ پيماني تي ميسر آهن.

سوال2: شهرن ۾ ڪهڙيون سهولتون آهن؟

جواب: شهرن ۾ ڪافي سهولتون آهن. جن مان ڪجهه هيٺ ڏجن ٿيون.

1: وڏا اسڪول يونيورسٽيون ، ڪاليج ، مدرسا ، مسجدون

2: وڏيون اسپتالون 3: وڏا رستا ۽ روڊ 4: شاپنگ سينٽر جتان دنيا جي هر چيز ملي سگهي ٿي. 5: فيڪٽريون 6: نوان ٽيڪنالاجي جي سکڻ جا مرڪز

سوال3: شهرن ۾ آلودگي جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟
جواب: هلندڙ گاڏيون ، ڪارخانا ۽ فيڪٽريون شهري آلودگي جا ڪارڻ آهن.
هيٺين لفظن جي معني لکي جملن ۾ ڪم آڻيو

1: اضافو : واڌارو
جملو: مهانگائي سبب ماڻهن جي پريشانين ۾ اضافو ٿي ويو آهي.

2: رٿابندي : منصوبابندي
جملو: جيڪو به تعميراتي ڪم ڪجي رٿابندي سان ڪرڻ

3: مشاهدو : اکين ڏٺو
جملو: اسان جو مشاهدو آهي ته ماڻهو پنهنجو حق فرض صحيح طريقي سان ادا نٿا ڪن.

## سبق اوڻيهون اسٽيٽ بئنڪ

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| اپاءَ | قدم | وسيلن | ذريعن |
| نڀائڻ | ادا ڪرڻ | روايتي | عام |
| پائيدار | مظبوط | مئنيجمينٽ | انتظام |
| سرپرستي | رهنمائي | سهڪار | تعاون |
| مالياتي ادارا | مالي محڪما | ڪاروبار | واپار |
| ڪرنسي | سڪو | | |

هيٺين سوالن جا جواب لکو

سوال1: اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان ڪڏهن وجود ۾ آئي؟

جواب : اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جو وجود جون 1948 ع ۾ آيو ۽ پهرين جولائي 1948 کان ئي بئنڪ باقاعده ڪم ڪرڻ شروع ڪيو.

سوال2: اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جا ڪهڙا مکيا ڪم آهن؟
جواب: اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جا هيٺيان مکيه ڪم آهن.

1: نوٽن کي ترتيب ڏيڻ 2: ناڻي جي اگهه ۾ ڪريڊٽ کي ترتيب ڏيڻ 3: پاڪستان جي معاشي پيداواري وسيلن کي وڌائڻ

سوال3: اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جا هيڊ ڪوارٽر ڪٿي آهن؟
جواب : اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جا هيڊ ڪوارٽر اسلام آباد ۽ ڪراچي ۾ آهن.

سوال4: اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي سربراهه کي ڇا چئبو آهي؟
جواب : اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي سربراهه کي گورنر يا چيئرمين چئبو آهي.

سوال5: اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي سينٽرل بورڊ آف ڊائريڪٽرز جا ڪيترا ميمبر هوندا آهن؟
جواب : اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي سينٽرل بورڊ آف ڊائريڪٽرز جا نو ميمبر هوندا آهن جن ۾ پهريون گورنر چيئرمين هوندو آهي باقي اٺ ڊائريڪٽر هوندا آهن.

سوال6: پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ رزرو بئنڪ آف انڊيا جي ناڻي مان پاڪستان کي ڪيترو حصو مليو؟

جواب : پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ رزرو بئنڪ آف انڊيا جي ناڻي مان پاڪستان کي ٽيهه سيڪڙو مليو.

هيٺيان خال پُريو

1: اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جو بنياد سن 1948 ع وڌو ويو.

2: ورهاڱي کان اڳ ملڪ جي مرڪزي بئنڪ کي رزرو بئنڪ نالي سان سڏيو ويندو هو.

3: اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان کي بئنڪ دولت پاڪستان به سڏيو وڃي ٿو.

4: اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان کي قانوني حيثيت خودمختياري وارو ايڪٽ 1964 سن ۾ پاس ڪيو ويو.

5: اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي سربراهه کي گورنر سڏيو آهي.

سبق ويهون محبت وطن جي (نظم)

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| دائم | هميشه | شڪايت | دانهن |
| نيڪ نامي | سٺو نالو ٿيڻ | جهالت | بي علمي |
| سڌارو | درست ڪرڻ | زينت | خوبصورتي |
| هڪالي | ڏکي | صدقي | قربان |

نظم جي سمجهاڻي

1: رکو دل ۾ دائم، محبت وطن جي،

ڪريو دل سچيءَ سان، خدمت وطن جي.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اوهان هميشه پنهنجي دل ۾ وطن جي محبت رکندا ڪريو ۽ وطن جي سچي دل سان خدمت ڪندا ڪريو.

2: وطن جي ڪريو خوب، ساراهه هر هنڌ،

ڪجو ڪين ڪڏهين، شڪايت وطن جي.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته جتي ڪٿي پنهنجي وطن جي ساراهه ۽ تعريف ڪندا رهو ۽ ڪٿي به وطن جي شڪايت نه ڪندا ڪريو ۽ ڪنهن جي سامهون پنهنجي وطن جي تنقيد به نه ڪريو.

3: اوهان جو وطن زينب، آهي اوهان لئہ،

۽ بڻجو اوهين پاڻ، زينت وطن جي.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر فرمائي ٿو ته اوهان جو وطن اوهان لاءِ هڪ سونهن آهي ۽ اهڙي طرح اوهان به پنهنجي وطن لاءِ خوبصورت ۽ سونهن بڻجو.

4: ڪيو نيڪناميءَ سان ، دنيا ۾ نالو،

وڌايو انين شان، عزت وطن جي.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته پنهنجو نالو سٺي طرح دنيا ۾ روشن ڪريو انين ني توهان وطن جي عزت ۽ شان وڌائي سگهو ٿا.

5: پڙهو علم، تعليم کي عام ڪريو،

هڪالي ڪڍيو، سڀ جهالت وطن جي.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر فرمائي ٿو ته اوهان علم حاصل ڪريو ۽ تعليم کي عام ڪريو ته جيئن هرڪو علم حاصل ڪري ۽ اهڙي طرح وطن مان بي علمي ۽ جهالت کي ترڙي ڪڍو.

6: وطن تان اي آصف، ڪري ساهه صدقي،

سڌاري ڪيو سهڻي حالت وطن جي.

# سنڌي

# ستين درجي لاءِ

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر احمد خان آصف چوي ٿو تہ پنهنجي وطن تان هر هڪ کي ساهہ صدقي ڪرڻ کپي ۽ وطن کي سڌاري ۽ سنواري ان جا حالت کي سهڻو ۽ خوبصورت بڻايو.

هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

سوال1: وطن جي سچي دل سان ڇا ڪرڻ گهرجي؟
جواب: وطن جي سچي دل سان خدمت ڪرڻ گهرجي.

سوال2: اوهان جو وطن اوهان لاءِ ڇا آهي؟
جواب: اسان جو وطن اسان لاءِ زيب ۽ حسين آهي.

سوال3: وطن جو شان ڪيئن وڌي سگهي ٿو؟
جواب: دنيا ۾ پنهنجي نيڪ نامي ڪرائيندا سين تہ اسان جي وطن جو شان وڌندو.

سوال4: جهالت ختم ڪرڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟
جواب: جهالت ختم ڪرڻ لاءِ تعليم کي عام ڪرڻ گهرجي.

هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو.

1: دائم : هميشہ
جملو: الله سائين اسان جي ملڪ کي هميشہ آباد رکي.

2: شڪايت : دانهن
جملو: استاد سهيل جي شڪايت سندس والد سان ڪئي.

3: زينت : خوبصورتي
جملو: اسان کي وطن لاءِ زينت بڻجڻ گهرجي.

سبق ايڪويهون ڪوٽڙي بئراج

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| نظام | طريقاڪار | آبڪلائي | پاڻي ڏيڻ، آباد ڪرڻ |
| دائمي | مستقل | پيڙهہ جو پٿر | بنياد |
| رسائين | پهچائين | | |

هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

سوال1: ڪوٽڙي بئراج ڪڏهن تيار ٿيو؟

جواب: سيپٽيمبر 1954 ۾.

سوال2: پل جي اڏاوت تي ڪيترو خرچ ٿيو؟

جواب: پنج ڪروڙ 75 لک.

سوال3: هن بئراج جي تعمير سان ڪيتري ايراضي آباد ٿي؟

جواب: هن بئراج جي تعمير سان 28 لک ايڪڙ زمين آباد ٿي رهي آهي.

سوال4: هن بئراج جا ڪهڙا واهہ دائمي وهندڙ آهن؟
جواب: بگهاڙ واهہ. پراڻي ڦليلي، پيڇاري ۽ لائين چينل واهہ.

سوال5: هن بئراج جي نڪرڻ سان ڪهڙو فائدو ٿيو؟

جواب: هن بئراج جي ڪئنال واهن مان دادو، حيدرآباد، بدين ۽ ٺٽي ضلعي جي 28 لک ايڪڙ زمين آباد ٿي.

## سبق ڇاويهون نظم ۽ ضبط جي اهميت

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| نظم ۽ ضبط | قاعدو ، قانون | لاڀ | فائدو |
| ڪائنات | دنيا ، جهان | ضابطي | نظم |
| گردش | چڪر | گرهه | سيارو |
| رک | خاڪ | آڏو | سامهون |
| درست | ٺيڪ ، صحيح | بدنظمي | گڙ ٻڙ |
| رنڊڪ | رڪاوٽ | ڪاروهنوار | ڪم ڪار |
| جوکو | نقصان | هٿ چراند | مداخلت |
| منفي | خراب | | |

هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو

سوال1: هيءَ سموري ڪائنات ڪنهن جي نظام ۽ ضابطي هيٺ هلي ٿي؟
جواب: هيءَ سموري ڪائنات قدرت جي نظام ۽ ضابطي هيٺ هلي ٿي.

سوال2: انساني جسم جي نظم ۽ ضبط جو ڪو مثال ٻڌايو؟
جواب: انساني جسم جي نظم ۽ ضبط جو مثال فالج جي بيماري ڪي ولو ته ان بيماري ۾ ڪنهن هڪ عضوي تي اثر ٿئي ٿو جو ڳالهائڻ کان ولي هلڻ ، ڪائڻ، پيئڻ ، اٿڻ ۽ ويهڻ سڀ جا سڀ يا ته جواب ڏيو وڃن يا معذوري ۾ بدلجي وڃن ٿا.

سوال3: زندگي گذارڻ لاءِ نظم ۽ ضبط ڇو ضروري آهي؟
جواب: زندگي گذارڻ لاءِ نظم ۽ ضبط ان ڪري ضروري آهي جو اسان مثبت زندگي گذاري سگهنداسين ۽ ڪنهن ٻه اسان کي نقصان نه پهچندو ۽ جزا ۽ سزا جو تصور ذهن ۾ ابرندو.
هيٺ ڏنل لفظن جي معني لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو.

1: نظم ۽ ضبط : قاعدو قانون
جملو: اسان کي پنهنجي زندگي ۾ نظم ۽ ضبط رکڻ کهرجي.

2: بدنظمي : گڙ ٻڙ
جملو: بدنظمي کان پرهيز ڪرڻ کهرجي.

3: رنڊڪ : رڪاوٽ
جملو: ڪنهن جي به ڪم ۾ رنڊڪ نه وجهڻ کهرجي.

4: شمسي نظام : سج وارو نظام
جملو: شمسي نظام ۾ به ضابطو نظر اچي ٿو.

5: گرهه: سيارو
جملو : ستارا ۽ گرهه بدنظمي جو شڪار ٿين ته تمام گهڻو نقصان ٿي پوي.

6: ڪاروهنوار: ڪم ڪار
جملو: اسان کي ڪاروهنوار صحيح نموني هلائڻ کهرجي.

هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو.

| لفظ | ضد |
|---|---|

| ابتو | سبتو |
|---|---|
| بيمار | تندرست |
| حياتي | موت |
| ڪوڙ | پورائو |

هيٺيان خال پريو

1: سموري ڪائنات ضابطي جو هڪ اعلي مثال آهي.

2: سج ، چنڊ ۽ تارا سڀ پنهنجي ضابطي تي ٻيٺل ۽ پابند نظر ايندا.

3: جنهن ۾ ساموارڀ کي ڏسبو ته ان جي زندگي پوري ريت منظم هوندي.

4: زندگيءَ جي هر ڪاروهنوار ۾ نظم و ضبط ضروري آهي.

## سبق ٽيويهون صحت جا دشمن

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| ڪارناما | ڪم | صحت | تندرستي |
| املهه | قيمتي | ڪمائتا | ڪارائتا، فائدي وارا |
| واپرائڻ | استعمال ڪرڻ | اٽڪ | منجهه |

هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

سوال1: صحت انسان لاءِ ڇو ضروري آهي؟
جواب: صحت الله تعالي جيوڏينعمتآهيصحتمندانسانڊنياڀروڏا ڪارناما ڪري ٿو جڏهن ته بيمار ماڻهو سماج تي بار آهي.

سوال2: تماڪ ۾ڪهڙو زهريلو جزو هوندو آهي؟
جواب: تماڪ جو زهريلو جزو نڪوٽين آهي.

سوال3: تماڪ ڪانسواءِ صحت جا ٻيا ڪهڙا دشمن آهن؟
جواب: تماڪ ڪانسواءِ شراب، آفيم، چرس، ڀنگ ۽ هيروئن صحت جا دشمن آهن.

سوال4: صحت قائم رکڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟
جواب: صحت قائم رکڻ لاءِ سڀني نشي آور شين کان پري رهون، صفائي جو خاص خيال رکون.

هيٺين لفظن جي معني لکيجملن۾ڪمآڻيو

1: صحت : تندرستي
جملو: صحت الله تعالي جيوڏينعمتآهي.

2: املهه : قيمتي، بي بها
جملو: صحت جهڙي املهه شيءِ جي سنڀال ڪرڻ گهرجي.

3: ڪمائتا : ڪارائتا
جملو: اسان کي گهرجي ته نشي کان پري رهي پنهنجي ڪٽنب ۽ ملڪ جا ڪمائتا ماڻهو بڻجون.

4: اٽڪ : رنڊڪ
جملو: شراب پيئڻ واري ماڻهو جي زبان ۾ اٽڪ هوندي آهي.

5: موڪو : سوچ ۽ سمجھ کڻڻ
جملو: ڦاڪ ۽ چرس واپرائيندڙ ماڻهو جو دماغ موڪو ٿي ويندو آهي.

هيٺين لفظن جا ضد لکو

| لفظ | ضد |
| --- | --- |
| صحتمند | بيمار |
| دشمن | دوست |
| نقصان | فائدو |
| عاقل | بي عقل |

## سبق چوويهون بهار آيو

| لفظ | معني | لفظ | معني |
| --- | --- | --- | --- |
| چمن | باغ | لڙي | مڙي |
| چتون | طوطا | لام | ٽاري |
| چمڪن | ٻولين | لڙڪن | لٽڪن |
| وهــن | خوش ٿين | ڳهلڻ | ملڻ |
| ٻول | لفظ | ڳهڻجن | ڳهٽ ٿين |
| پوشاڪ | لباس | ڏکيا | ڏکن وارا |
| اُلڪن | ٻيهن | ڏول | ڏک ، غم |
| ڏولاوا | ڏک | ڙڙيا | ڦٽيا |
| سنباهي | ڪامي | ڪيتن | ٻنين |
| سانگي | ماروئڙا ، مائٽ | ٻتڪن | آهستي ڳالهائڻ |

1. چمن ۾ ٿا چتون چهڪن ، بهار آيو بهار آيو .
لڙي ٿا لام تي لڙڪن بهار آيو بهار آيو.
سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر نثار بزمي بهار جي اچڻ وقت باغ جي حالت بيان ڪندي چوي ٿو ته باغ ۾ طوطا ٻولين ٿا ڇو جو بهار آيو آهي.

2. پٽن پوشاڪ پاتي آ ، ڪني پنهنجي مٿان ساني ،
وهي اڄ واه ٿا وهــن ، بهار آيو بهار آيو.
سمجهاڻي: شاعر هن شعر ۾ چوي ٿو ته بهار جي اچڻ جي ڪري قدرتي تي ساوڪ ني پني آهي. ائين ٿو لڳي جڻ قدرتي ساني پوشاڪ پاتي آهي. ۽ واهن ۾ پاڻي اچي ويو آهي واه پيا وهن.

3: سکيا ٿي ويا سڀ سانگي ، هليا ويا ڏول ڏولاوا ،
ڏکيا سي ڪين ٿا ڏسجن بهار آيو بهار آيو.
سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته بهار جي اچڻ جي ڪري سڀ ماروئڙا سکيا ٿي ويا آهن. ڇو جو سندن ڏک ۽ ڏوجهرا ختم ٿي ويا آهن.
هاڻي امي ڏکيا ڪونه ٿا ڏسجن ، سڀ خوش آهن ڇو جو بهار آيو آهي.

4: چنبيلي ، موتيو ، نرگس ، گلابي گل ڙڙيا آهن.
اکيون تن ۾ وڃي اٽڪن ، بهار آيو بهار آيو.
سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته بهار اچڻ جي ڪري چنبيلي

## سبق اوڻٽيهون ماحول جي گدلاڻ

# سنڌي

# ستين درجي لاءِ

| معنيٰ | لفظ | معنيٰ | لفظ |
| --- | --- | --- | --- |
| ويڪرائي | ڪشادگي | وايو منڊل | ماحول |
| ناڪاره | ناقص | خراب | گدلو |
| گڏيل | اجتماعي | پاڻي ۾ رهندڙ جانور | آبي جيوت |
| | | ڌارڌار | انفرادي |

هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

سوال1: ماحول ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اسان جي آس پاس موجود سڀ شيون ماحول ٿاهن ٿيون. ماحول جي معنيٰ آهيوايومنڊل.

سوال2: ماحول جي گدلاڻ مان ڇا مراد آهي؟
جواب: ماحول جي گدلاڻ مان مراد ماحول جي هوا ، پاڻي ۽ زمين ۾ اهڙي اڻ وڻندڙ تبديلي آهي جنهن سان انسان ۽ حيوان جي زندگي تي خراب اثرپون.

سوال3: ماحولياتي گدلاڻ جا قسم لکو؟ قسمن جا نالا لکو؟
جواب: فضائي گدلاڻ پاڃي گدلاڻ زميني گدلاڻ تابڪاري شعاعن جي گدلاڻ, گوڙ ۽ شور جي گدلاڻ .

سوال4: فضائي گدلاڻ ۾ ڪهڙيون گئسون شامل آهن؟
جواب: سلفوآڪسائيڊ, نائٽروجن, ڪاربان مونو آڪسائيڊ ، هائيڊرو ڪاربان, ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ.

سوال5: گدلي پاڻي مان وهندڙ بيمارين جا نالا لکو؟
جواب: پيٽ جو سور, مروڙ, پيچش, ٽائيفائيڊ يرقان.

سوال6: تابڪاري شعاع ڪهڙين شين مان پيدا ٿيندا آهن؟
جواب: ائٽمي بجلي گهر مان ، ايڪسري مشين جي شعاعن مان ڪارخانن جي دونهين ۽ گئس مان.

سوال7: گوڙ جا انساني صحت تي ڪهڙا اثر پون ٿا؟
جواب: گهڻي گوڙ جي ڪري ٻڌڻ جي سگهه کي نقصان رسي ٿو مٿي ۾ سور ۽ ٿڪاوٽ جو احساس ٿئي ٿو.

هيٺين لفظن جي معنيٰ لکيجملن۾ ڪمآڻيو.

1: ماحول : وايو منڊل
جملو: جاندار ۽ بي جان شيون ملي ڪري ماحول ٺاهن ٿيون.

2: ڪشادگي : ويڪري جاءِ ، ويڪرائي
جملو: ڀار جڏهن وڏو ٿيندو آهي ته سندس ماحول ۾ ڪشادگي اچي ويندي آهي.

3: پرهيز : بچاءُ
جملو: انسان کي رڪيل شيون کائڻ کان پرهيز ڪرڻ گهرجي.

4: گدلاڻ : آلودگي
جملو: ماحول جي گدلاڻ کان بچڻ لاءِ اپاءَ وٺڻ گهرجن.

5: شعاع : تيز روشني, ڪرڻا
جملو: اوزون جي تهه ۾ سوراخ ٿيڻ ڪري تابڪاري شعاع اسان تائين پهچن ٿا.

هيٺيان خال ڀريو

1: پنهنجي گهر پاڙي,اسڪول ۽ آفيس. کي صاف سٿرو رکجي.

2: ماحول کي صاف رکڻ لاءِ ڪيترين ئي ڏيهي ۽ پرڏيهي تنظيمون ڪم ڪري رهيون آهن.

3: پوليو جو جيوڙو تنتي سرشتي کي نقصان پهچائيندو آهي.

## سبق ڇٽيهون سنڌو درياهه

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| چوان | ٻڌايان | کين | نه |
| سينگار | سونهن | ٻڙ | غير آباد زمين |
| نروار | ظاهر | آب | پاڻي |
| ندين | دريائن | ساوڻ | اونهارو |
| سردار | اڳوان | اڪسير | اثر واري |
| آڌار | آسرو | شاد | آباد |
| کهي | ڪساڻي | خلق | عوام |
| سدا | هميشه | ٻهاري | گلزاري |
| ساري | سڄي | کيتن | پوکن |
| پڇائين | پهچائين | سبزي | ساوڪ |
| پانڌا | گدام | پيرپائين | اڃين |
| پلايون | چڱايون | ڪٽ | ڪٽي |
| کيهي | هلي | سموري | سڄي |
| ٻڙ | وڻ جو نالو | | |

<u>بيتن جي سمجهاڻي</u>

1: چوان ڇا سنڌ جو سينگار آهين،
ءِ پاڪستان ۾ نروار آهين،

ندين سڀني جو تون سردار آهين،
سموري سنڌ جو تون آڌار آهين.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر سنڌو درياهه کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته تنهنجي تعريف ڪيان تون سنڌ جو سونهن آهين تون پاڪستان ۾ نروار آهين سڀني ندين جو تون سردار آهين ۽ تون سنڌ جو آسرو آهين.

2: اڃين ٿو هيٺ جبلن تان لهي تون،
پهاڙن سان مٿو پنهنجو کهي تون،

اڃين هت مانسروور مان کهي تون،
کنين ٿو کين سامهي ڪٽ رهي تون،
ڪرين آباد ٻڙ کي وهي تون.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر فرمائي ٿو ته تون ڪينن نه جبلن تان هيٺ لهي، پنهنجو مٿو پٿرن سان کهي تون اڃين، تون کيترو پري سفر ڪري ٿو اڃين پر ڪٽي سامهي ڪونه ٿو ڪٽي ۽ وهي اچي نيٺ ٻر به آباد ڪرين ٿو.

3: سدائين تو ۾ آهي آب جاري،
ٿئي ساوڻ ۾ توکي ٿي ٻهاري.

سدا اڪسير تنهنجي آ ٻياري،
تنهنجي واري به آهي سون واري.

ڪرين ٿو شاد خوش خلق وساري.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته سدائين دريائن ۾ پاڻي ٿو وهي. ساوڻ ۾ توکي بهاري ٿئي . سيڻي تنهنجي واري به اسان لئه سون جي واري آهي. ۽ تون خلق کي خوش ڪرين ٿو.

4: سدا کيتن کي پاڻي تو پچائين،
نه بيهين پر وتين وهندو سدائين،

ڪري آباديون، پاندا پرائين،
ٿئي سبزي، جتي تون پير پائين،
پلايون، پال، " احسن" لک پلائين.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر سنڌو درياه کي مخاطب ٿي فرمائي ٿو ته تون کيتن کي پاڻي پچائين ٿو. ڪٿي به بيهين ڪونه ٿو رڳو وهندو ٿو رهين. آباديون ڪرين ٿو آتي ساوڪ ٿي پوي ٿي تنهنجو اسان تي لک پلايون آهن.

هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

سوال1: شاعر سنڌو ندي کي سنڌ جو سينگار چو ٿو سڏي؟
جواب: چاڪاڻ ته پاڻي سان سنڌ آباد ٿئي ٿي.

سوال2: شاعر سنڌ درياهه کي ندين جو ڇا سڏيو آهي؟
جواب: شاعر سنڌو درياءَ کي ندين جو سردار سڏيو آهي.

سوال3: سنڌو درياهه ڪهڙي مشهور ڍنڍ مان وهي اچي ٿو؟
جواب: سنڌو درياهه مانسرور ڍنڍ مان وهي اچي ٿو.

هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو.

1: نروار : ظاهر
جملو: سنڌو درياهه پاڪستان جي درياهن جو نروار آهي.

2: آڌار : آسرو
جملو: سنڌو درياه سنڌ جو آڌار آهي.

3: آب : پاڻي
جملو: سنڌو دراهه جو آب آباد ڪري ٿو.

4: کيت : پوک
جملو: هاري محنت ڪري پوک پوکي ٿو.

5: سبزي : ڀاڄيون
جملو: پاڻي جي ڪري هر جڳهه سبزي ٿئي ٿي.

6: پال : چڱائي نيڪي
جملو: تنهنجي پال ۽ پلائي مان ڪيئن وساريندس.

سبق ٽيٽيهون مهاڻو

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| مهاڻو | مڇي مارينڌڙ | بيهڪ | سياءُ, جوڙجڪ |
| جسماني | بدني | نوڙيون | رسيون |
| الوداع | موڪلائي | تندن | ڏاڪڻ |
| گهڻي | گهڻي | جهجهي | گهڻي |
| پيداوار | اپت | ميسر | مهيا |
| واڌارو | ترقي | | |

<u>هيٺين سوالن جا جواب ڏيو.</u>

سوال1: مهاڻو ڪهڙو ڪم ڪري ٿو؟
جواب: مهاڻو مڇيون ماري ٿو.

سوال2: مڇي ڪهڙي ريت مارجي ٿي؟
جواب: مڇي رڇ ۽ ڄارين سان مارجي ٿي.

سوال3: حڪومت مڇي مارڻ جي ڌنڌي کي زور وٺائڻ لاءِ ڪهڙا اپاءُ ورتا آهن؟
جواب: حڪومت مڇي مارڻ جي ڌنڌن کي زور وٺرائڻ لاءِ ڪافي اپاءُ ورتا آهن
مثال طور: رڇ ۽ ڄارين لاءِ پلاسٽڪ مهيا ڪرڻ . مهاڻن لاءِ رهائشي
ڪالونيون جوڙائڻ . وڏا وڏا ٽرالر ۽ ٻيڙا مهيا ڪرڻ.

<u>هيٺين لفظن کي پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻيو</u>

1: سست : ڪاهل
جملو: ضمير ويچارو سست ڇوڪرو آهي.

2: گهڻي : گهڻي
جملو: مهاڻي گهڻي مڇيون ماريون آهن.

3: درپيش : حل
جملو: اڄڪلهه ماڻهو کي ڪيترن مسئلا درپيش ڪن

## سبق پنجيهون سبڻ ۽ پرڻ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| لباس | پوشاڪ | طلب | گهرج |
| نمايان | ظاهر | وسيلو | ذريعو |
| مهارت | ڪاريگر | درزي | ڪپڙا سبڻ وارو |
| معرفت | وسيلي | ترقي | سڌارو |
| گهرگهلو | ويڪرو | شوڪت | وڏائي |
| سگهڙ | داناءُ | ضرورت | گهرج |
| واندڪائي | فرصت | واندڪائي | فرصت |

<u>هيٺين سوالن جا جواب ڏيو</u>

سوال1: قديم زماني ۾ لباس ڇا لاءِ ٺاهيو ويندو هو؟
جواب: قديم زماني ۾ لباس جسم ڍڪڻ ۽ سردي گرمي کان بچاءُ لاءِ ٺاهيو ويندو هو.

سوال2: هن وقت لباس پهرڻ جو ڪهڙو مقصد ورتو وڃي ٿو؟
جواب: هن وقت لباس پهرڻ جو مقصد اهو آهي ته پائڻ واري شخصيت شان شوڪت نظر اچي.

سوال3: ڪپڙي جا ڪهڙا خاص قسم آهن؟
جواب: ڪپڙي جا ڪيترائي قسم آهن جهڙوڪ: ڪپهه سٽي ، ريشم ۽ نائلون مان ٺهيل.

سوال4: پرت ڇا جو قسم آهي؟
جواب: پرت ٽاڪي جو قسم آهي.

سوال5: عورتون واندڪائي وقت اڳي گهرن ۾ ڇا ڪنديون هيون؟
جواب: ورتون واندڪائي وقت اڳي گهرن ۾ ويهي سٽ ڪتينديون ۽ ڪپڙو اڻينديون ۽ سبڻ ۽ پرڻ جو ڪم ڪنديون هيون.

سوال6: ملڪ ۽ قوم جي سڃاڻپ ڇا سان ٿيندي آهي؟
جواب: ملڪ ۽ قوم جي سڃاڻپ لباس مان ئي ٿئي ٿي.

هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو۽پنهنجيجملن۾ڪمآڻيو.

1: قديم :آڳاٽي
جملو: قديم زماني ۾ به لباس پهريو ويندو هو.

2: ترقي : سڌارو خوشحالي
جملو: اسان جو ملڪ ترقي ڪري رهيو آهي.

3: تبديلي : ڦير ڦار
جملو: حڪومت ۾ تبديلي ٿيندي رهندي آهي.

4: مهارت : ڪاريگر
جملو: درزي مهارت سان ڪپڙو سبندو آهي.

5: نمايان : ظاهر
جملو: احمد پنهنجي حاصل ڪيل انعام کي نمايان رکندو آهي.

هيٺين لفظن جا ضد لکو

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| جسم | روح | وڪرو | سوڙهو |
| سردي | گرمي | اجايو | سڄايو |
| سهڻو | بڇڙو | اڻ ڄاڻ | ماهر |

هيٺيان خال پريو

1: پرت ٽاڪي جو هڪ قسم آهي.

2: پرت جو ڪم اڪثر عورتون ڪنديون آهن.

3: اڄڪلهه پرت جو ڪم مرد درزي به ڪن ٿا.

4: مختلف شهرن ۾ سبڻ ۽ پرڻ جا مرڪز قائم آهن.

5: پرت جا ڪيترائي قسم آهن جهڙوڪ سنڌي پرت، بلوچي پرت، ڪشميري پرت، سواتي پرت ،ٽڪن وارو پرت، سٺي ۽ ذريءَ جو ڀرت